ٻاراڻو ادب

سنڌ جا سپوت

# حيدر بخش جتوئي

سهيل سانگي




سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ڇپائيندڙ: سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو
(حق ۽ واسطا محفوظ)
ڇاپو پهريون ١٩٩٠
تعداد ٥٠٠٠
قيمت ١٥-٠٠ رپيا

**Personalities of Sindh**

Published by : Department of Culture and Tourism
Government of Sind
Printed by : Azad Communications Karachi.

هي ڪتاب مهتاب اڪبر راشدي سيڪريٽري، سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي پاران پڌرو ڪيو ۽ آفتاب ابڙي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڪلچر (پبليڪيشنس) جي نگرانيءَ هيٺ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي ڇپيو.

ملڻ جو هنڌ
ڊائريڪٽوريٽ آف ڪلچر (پبليڪيشنس)
جناح ڪورٽس، ڊاڪٽر ضياالدين احمد روڊ ڪراچي.
فون - 513334

# پيش لفظ

هن وقت تائين ٻاراڻي ادب تي ايترو توجهہ نہ ڏنو ويو آهي، جيترو ڏيڻ کپندو هو. ٻاراڻو ادب قومي جاڳرتا ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو. اها هڪ ميچيل حقيقت آهي تہ ٻاراڻي عمر ۾ ڪنهن شيءِ کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت، وڏي عمر وارن جي ڀيٽ ۾ گهڻي هوندي آهي. ان عمر ۾ ئي ٻارن جي پيڙهہ پختي ٿيندي آهي.

ٻاراڻي ادب جي کوٽ کي محسوس ڪندي، اسان ٻارن جي تعليمي ۽ ذهني اوسر لاءِ دلچسپ، اصلاحي، مفيد، معلوماتي، تاريخي ۽ ديني ڪتابن شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي.

معلومات ۽ وندر وارن ڪتابن سان گڏ، اسان جي اها پڻ ڪوشش آهي تہ ٻارن کي پنهنجن عظيم سپوتن ۽ انهن جي ڪارنامن کان واقف ڪريون تہ جيئن هو اخلاق ۽ ڪردار جي پختگي طرف گامزن ٿي، مستقبل ۾ ڪاميابيون ماڻي سگهن.

ڪتاب، انسان جو بهترين دوست آهي، جيڪو انکي سنئين راهہ تي وٺي وڃي ٿو۽ منجهس اخلاق، سچائي، بهادري ۽ بُري ڀلي سمجهہ پيدا ڪري ٿو. ٻارن لاءِ ڪتابن جو اهو تحفو ڏيندي سنڌ ثقافت کاتو گهڻي خوشي محسوس ڪري ٿو. اميد اٿئون تہ اسان جي هيءَ نماڻي ڪوشش توهان وٽ قبول پوندي.

مهتاب اڪبر راشدي

بابا سنڌ

# ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي

سال ۱۹۰۱ع جي آڪٽومبر مهيني ۾، لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ بکو ديري ۾ غريب هاري الهداد جتوئي جي گهر ۾ حيدر بخش جتوئيءَ نالي هڪ ڇوڪر ڄائو، جيڪو اڳتي هلي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي نالي سان سڏجڻ لڳو. ڪامريڊ ٿيڻ، باباءِ سنڌ سڏجڻ تائين سندس سفر ٻاٻرن ڪنڊن تي هلڻ برابر هو. هي اهو زمانو هو، جڏهن سنڌ ۾ زميندارن، جاگيردارن ۽ وڏيرن جي رات هئي. سندن حڪم ۽ مرضيءَ کان سواءِ ڪک به چُري نه سگهندو هو. سنڌ جي سمورن ڳوٺن جا نقشا نهايت ڀوائتا هئا، جتي هر وقت دل ڏاريندڙ ظلمن جو درياهه وهندو هو. هڪ پاسي ملڪ تي ڌارئي حاڪم انگريز جو راڄ هو ته ٻئي پاسي مڪاني اختيار ۽ اقتدار جا مالڪ وڏيرا هئا. ننڍن توڙي وڏن ڳوٺن ۾ رڳو رئيس جو پڪو گهر هوندو هو. جڏهن ته باقي سڀ ماڻهو ڪچن ۽ ڪکاون گهرن ۾ گرمي، سردي، بيماري توڙي غربت ۾ گهاريندا هئا. هاري

ناري هر وقت پورهئي ۾ مصروف رهندا هئا، تہ ٻئي پاسي وڏيرا ۽ سندن ڪٽنب جا ماڻهو ڪک ڀڃي ٻيڻو نہ ڪندا هئا. پورهيو ۽ اُپت هاريءَ ڪندا هئا تہ ڪائيندا ڪپائيندا ۽ زيان زميندار ڪندا هئا. هارين تي پنهنجي رعب ڪرڻ لاءِ زميندار جيڪي حرڪتون ڪندا هئا، سي ٻُڌيو ڏيل ڏڪيو وڃي. ماڻهوءَ کي پڪڙي ٻڌي ڳوڻ ۾ بند ڪري مٿس شڪاري ڪُتا ڇوڙڻ يا ڪنهن کي جيئري ئي جهلي باه جي ٻنيءَ ۾ وجهي ساڙڻ، مارڻ جي واقعن سان هو وندر ڪندا هئا. چور پالڻ، چوريون ڪرائڻ، سندن چوڻ نہ ڪندڙ هارين سان طرحين طرحين جون جُٺيون ڪرائڻ عام ڳالهہ هئي.

زميندار ڪڏهن بہ نہ چاهيندا هئا تہ سندن هارين جا ٻار اسڪولي تعليم وٺن. ان ڪري هو ڳوٺن ۾ اسڪول کولڻ بہ نہ ڏيندا هئا. گهڻو ٿيو، تہ ڪي ٻار مدرسن ۾ مُلان وٽ اڌو گابري ديني تعليم حاصل ڪري سگهندا هئا؛ ڇو تہ ان مان زميندارن کي ڪوبہ خوف نہ هو. مدرسن جا ٻار ڪجهہ تہ گهر گهر مان مانيون پني ڪائيندا هئا ۽ ٻيو تہ ڪين تعليم حاصل ڪندي ايڏي مار ملندي هئي، جو ڪو نئون خيال، زندگي جو ڪو اُمنگ ۽ اڌمو منجهن پيدا ئي نہ ٿيندو هو. انهن ٻارن کي نہ راند روند جي اجازت هئي ۽ نہ کلڻ ۽

تهڪ ڏيڻ جي. خوشيءَ جو اظهار ڪرڻ، انهن ٻارن جي بدتميزي سمجهي ويندي هئي. مدرسن مان تعليم وٺي نڪرندڙ وڏا ٿي وري بہ مدرسن جا معلم بڻبا هئا. ۽ سندن سفر گذر ٻن جي مانين تي ٿيندو هو. اهڙي حالت ۾ هوسماجي زندگيءَ کي سڦلو بنائڻ لاءِ ڪجهہ نہ ٿي ڪري سگهيا. اُهي بہ وڏيرن جا ڳيجهو هوندا هئا. ڪن هنڌن تي تہ هو پاڻ وڏيرن جاثنا خوان هوندا هئا. ۽ وڏيرن جي ڪڌن ڪرتوتن تي پلوَ وجهندا هئا.

خلق ويچاري ڳگدام، جنهن جو ڪو اوهي نہ واهي. هڪ پاسي زميندارن جو ڏٻ، ٻئي طرف ملان جا دڙڪا، ماڻهو مڪمل طرح دلي، روحاني ۽ مادي غلاميءَ ۾ جڪڙيل هئا. تعليم جيڪڏهن هئي تہ ڪن هندو گهراڻن تائين محدود هئي جيڪي واهڻن کان وڏن شهرن تائين واپار ۽ ڪاروبار تي ڇانيل هئا. ۽ زميندار طبقو تيزيءَ سان سندن قرضي ۽ وٺن گروي ٿي رهيو هو. گروي ٿيندڙ وڏيرا، هندو واپاري کان ڊنل هئا، ڇو تہ اهو ڪاڻن ليکي چوکي ۾ تکو ۽ زندگي جي ترقيءَ وارن پاسن کي سمجهڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ ۾ تيز هو. ڏسندي ڏسندي هندو واپاري طبقو معاشي طرح تمام گهڻو مضبوط ٿيندو ويو ۽ جاگيردار جو زوال ٿيڻ لڳو. سنڌ ۾ جاگيردار ۽ وڏيرا اڪثر ڪري مسلم

ليگ سان گڏجي هندن جي خلاف سياسي هلچل هلائڻ لڳا. ۽ هندو واپاري آل انڊيا ڪانگريس ۾ شامل هئا، جيڪا سڄي هندستان جي واپاري طبقي جي مفادن جي نمائندگي ڪندڙ هئي. ڪانگريس کي شروعات ۾ چندا ۽ مددون اُن وقت جي اُڀرندڙ سرمائيدارن ٽاٽا ۽ برلا ڏنيون، جيڪي اڄ هندستان جا وڏي ۾ وڏا سرمائيدار آهن. جاگيردار ۽ واپاري جي وچ ۾ هن ڇڪتاڻ ۾ جڏهن مذهب کي ڇڪي آندو ويو تہ هندو. مسلمان نفرتون چوٽ چڙهي ويون. سنڌ جو اڪثر عوام ڳوٺن ۾ رهندڙ هو. ۽ مسلمان هو - ۽ هو تاريخي طرح مذهبن جي نفرت ۾ ڪڏهن وچڙيو ئي ڪون هو، پر هندستان جي وچين علائقن ۾ گهڻي عرصي کان پيدا ٿيل مذهبي نفرت مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي تڪرارن سبب سنڌ تائين آندي وئي.

ان طرح حيدر بخش جتوئي اهڙي ماحول ۾ نپجڻ لڳو، جتي هر طرف عوام جي غلامي، نفرتن ۽ ڏاڍ جو راڄ هو. هن کي ننڍ پڻ ۾ مائٽ پيار وچان 'حيدر' چوندا هئا. پنهنجي عمر جا شروعاتي ڏهہ سال ٻارڙو حيدر ڳوٺ ۾ اسڪول ۽ مائٽن جي تعليم ڏانهن خيال نہ هئڻ سبب محروم رهيو. شايد سڄي حياتي اسڪول جو منهن ڏسڻ کان محروم رهي ها. ۽ سنڌ ۽ انسان ذات پنهنجي هن ٻي ڊپي سورهيہ پٽ

جي صلاحيتن، حوصلي ۽ همت منجهان فائدو نہ وٺي سگهي ها، پر هڪ وڻندڙ اتفاق ٿيو. ٻالڪ حيدر جي ٿوري پڙهيل چاچي ڪريم بخش کي خيال اچي ويو تہ ڇو نہ هن کي اسڪول ۾ داخل ڪجي. سندس چاچي کي اهو خيال حيدر جي هوشياري ڏسي آيو هو. ١٩١١ع ۾ ٻڪو ديرو کان ڏيڍ ميل پري پٺاڻ ڳوٺ ۾ ڪيس اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو.

گهڻا سال پوءِ، عمر جي آخري حصي ۾ بيماريءَ جي بستري تي پنهنجي هڪ نظرياتي ساٿي ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي کي انٽرويو ڏيندي، ڪامريڊ جتوئي پنهنجي اسڪول ۾ داخل ٿيڻ واري ڳالهہ ڪندي چيو هو:

" اسان جو ڳوٺ ننڍو واهڻ آهي، جنهن ۾ ٻہ چار سؤ گهر آهن. اُن وقت اتي اسڪول جو انتظام ڪونہ هو. ۽ نہ ڪو منهنجو پيءُ پڙهيل هو ۽ نہ ڪو ان کي خيال هيو تہ مان پڙهان ـ مان سمجهان ٿو تہ ١٩١١ع ۾ مون کي پٺاڻ جي شهر ۾، جيڪو اسان جي ڳوٺ کان ڏيڍ ميل پري آهي، داخل ڪيو ويو. اُتي جو هيڊ ماستر جهيرو مل پاٺ جو هو. انهيءَ مون کان پڇيو. ٿورو مون کي ياد ٿو پوي، تہ پڙهندين؟ مون چيو، نہ! ڀلا مال چاريندين ؟ مون چيو نہ، چوري ڪندين مون چيو نہ، سڀ نہ! پر پوءِ بہ منهنجو نالو داخل ڪيائين..... پوءِ مان پڙهڻ لڳس - ۽ هيڊ ماستر يڪدم

ڏنو، تہ هي تمام هوشيار ڇوڪرو آهي - منهنجا اکر ڏسي پسند ڪيائين، سٺاهئا. ۽ مان ڀانيان ٿو تہ يڪدم پهريون نمبر تي ويس".

"۱۹۱۴ع ۾ لڙائي (عالمي لڙائي) لڳي - انهن ڏينهن ۾ ڪليڪٽرهوبولس اسڪول ۾ آيو. مان چوٿين درجي ۾ هوس - هو چوٿون، پنجون، ڇهون ۽ ستون درجو گڏ ڪري سوال پڇي پيو. پوءِ اهڙا سوال پڇيائين جن جو ان جواب ڏيڻ لاءِ تيار هوس - ڇهين ۽ ستيئن درجي وارن کان بہ وڌيڪ هوشياري سان - پوءِ انگريز ڪليڪٽر چيو تہ هي ڪٿان جو ڇوڪرو آهي - چيائين تہ هن جي پيءُ کي گهرايو. انگريزن جي حڪومت هئي - انهن جو وڏو دٻدٻو هو. بابا کي هن چيو تہ هن ڇوڪر کي انگريزي پڙهايو. بابا چيو تہ انگريزي تعليم جو خرچ مان نٿو ڀري سگهان".

مان ڀانيان ٿو تہ ۱۹۱۸ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيم - انهن ڏينهن ۾ ڪراچي سميت اٺ ضلعا سنڌ ۾ هئا - مان سنيءَ ۾ پهريون نمبر آيس - پوءِ مون بابا کي چيو تہ مان هوشيار آهيان، مون کي انگريزي پڙهايو. مان ڀانيان ٿو تہ سڌوسنئون مون کي سرڪاري اسڪالرشپ ڏيٽي ڪيائون - پوءِ مان لاڙڪاڻي جي مدرسي اسڪول ۾ داخل ٿيس. فيبروري جو مهينو هو. ۽ امتحان مارچ ۾ ٿيڻو هو.

هڪڙي مهيني ۾ مون انگريزي پهريون درجو پاس ڪيو ۽ ڪلاس ۾ پهريون نمبر آيس - وري ٻئي سال ۾ ٻئي درجي ۾ ڇهه مهينا گذريا. پرنسيپال عبدالغني هو. ان ڏنو ته مان ڇهن مهينن ۾ ڪورس پورو ڪري ويو آهيان، سو ٽئين درجي ۾ داخل ڪيائين. وري ايندڙ مارچ ۾ ٽيون درجو پاس ڪيم - اُتي به پهريون نمبر آيس - اُتي به ڇهن مهينن ۾ وري پرنسيپال پروموشن ڏنو. ۽ پنجين درجي ۾ ٽي ويس. پوءِ اپريل ۾ مون پنجون درجو پاس ڪيو ۽ پهريون نمبر آيس. اتي پنج درجا هئا. تنهن ڪان پوءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ داخل ٿيس، جتي هيڊ ماستر مسٽر ڏيارام هو. انهي مون کي ڏاڍو پسند ڪيو. ۽ چيو ته تنهنجي اسڪول جي في ته معاف پر توکي ١٢ رپيا اسڪالرشپ به ملندي. مدرسي ۾ مان فري بورڊ به هوس. انهي ڪري بابا تي منهنجي پڙهائيءَ جو گهٽو بوجهه ڪونه پيو هو. ڇهين درجي جي ڇهه ماهي امتحان ۾ مان ٻيو نمبر هوس - پهريون نمبر اُن هيڊ ماستر جو پٽ نيپراج آيو. پوءِ ساليانو امتحان آيو. جنهن ۾ مان پهريون نمبر آيس ۽ نيپراج ٻيو نمبر آيو. اهو ١٩٢١ع ۾ ٿيو".

١٩٢٣ع ۾ حيدر مئٽرڪ پاس ڪئي، جنهن ڪان پوءِ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج (ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج ) ۾

داخل ٿيو. هتي بہ سندس ذهانت کي ڏسي، مٿائنس في معاف ڪئي وئي. ڪامريڊ پنهنجي ڳالهين ۾ پنهنجن مانائتن استادن کي عمر جي پوئين گهڙيءَ ۾ بہ نہ وساريو. ٻڌائي ٿو تہ اُتي پرنسيپال مسٽر شاهاڻي هو. وائيس پرنسيپال پروفيسر بوتاڻي - جنهن جو آخر تائين سائنس ڏاڍو پيار هو. هنن محترم اُستادن واهڻ جي ذهين شاگرد حيدر جي هوشياريءَ ۽ ڏاهپ کي ڏسي، پيار وچان کيس قوم جي حذمت لاءِ تيار پئي ڪيو. ۽ قوم انهن استادن جا احسان وساري نہ سگهندي. شل اسان کي سايجهہ اچي جو انهن استادن جي زندگيءَ جو احوال ۽ سندن محبتن ۽ محنتن جا تفصيل ڳولي عوام جي آڏو اهي مثال آڻيون. علم سان محبت، علم سيکاريندڙ استادن جي محبت کانسواءِ مڪمل نہ ٿي سگهندي آهي. انهن محبتن ۽ محنتن حيدر جي طبيعت کي اهڙو تہ ٺاهيو جو زندگيءَ جا سڀ ننڍ چڏي ظلم ۽ زيادتين خلاف سڄي عمر وڙهندو رهيو. پنهنجي تعليم واري دور جو احوال ڏيندي ڪامريڊ وڌيڪ ٻڌائي ٿو:

"پروفيسر بوتاڻي سڄي في معاف ڪئي. نہ تہ هونئن اڌ في معاف ٿيندي هئي. ۽ ٣٠ رپيا اسڪالرشپ بہ ملي - پهرين سال ١٩٢٤ع ۾ مون کي ياد آهي، تہ بابا جو مون تي اٽڪل ٢٠٠ رپيا خرچ آيو. پوءِ ١٩٢٥ع ۾ مان انٽر آرٽس ۾

هوس. اُتي بہ مونکي اسڪالرشپ ملندي رهي. مسلمانن ۾ پهريون نمبر هوس، تنهنڪري سنڌ اسڪالرشپ بہ مون کي ملي. ۱۵ رپيا ماهوار مسلم اسڪالرشپ الڳ. جنرل اسڪالرشپ الڳ. ديوان ٽارام اهي اسڪالرشپون ڏيندو هو. پرنسيپال شاهاڻي مون کي ڪيترا انعام ڏنا. هڪ ڀيري ڪلاس ۾ چيائين:

Look at this Hyder Bakhsh! his face"
"shows intellect

(هن حيدر بخش ڏي ڏسو! سندس منهن مان عقل ٿو بکي)

حيدر بخش ۱۹۲۷ع ۾ بي اي پاس ڪئي. ڪاليج جي تعليم واري عرصي ۾ ئي سندس اندر جو شاعر ظاهر ٿيو. ۽ هن شاعري بہ شروع ڪئي. اُتي شاعري جي هڪ سنگت سرسوتي گروپ ۾ شامل ٿيو. (سرسوتي علم جي ديويءَ کي چئبو آهي.)



بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي اي جو امتحان پاس ڪرڻ بعد، حيدر بخش کي هيڊ منشي طور مقرر ڪيو ويو. اهو عهدو در اصل زيرتربيت مختيارڪار جو عهدو هوندو هو. جو روينيو جو امتحان پاس ڪرڻ ۽ هڪ يا ٻہ سال سکيا وارو مدو پورو ٿيڻ بعد کين مختيارڪار طور مقرر ٿيڻو هو.

انهي چوندڻ ۾ سائنس گڏ عبدالله چنا ۽ ٻيا ڇهه ڇڻا سنڌ ۾ هئا. هن پيري به حيدر بخش جو چوندڻ ۾ پهريون نمبر هو. مزيدار ڳالهه اها هئي ته پنهنجي بئچ ۾ پهريون مڪمل مختيارڪار به جتوئي صاحب ٿيو.

مختيارڪار طور نوڪري ڪندي به ڪيس انگريزن کان نفرت هوندي هئي. هڪ ڀيرو جڏهن هو ايجا هيڊمنشي هو ته سرڪاري نوڪري سندس طبيعت کي نه لڳي، سو اها نوڪري ڇڏي، هن ادب جي خدمت ڪرڻ گهري. ان تي ڏڏهوڪي انگريز ڪليڪٽر مئڪملن ڪيس لاڙڪاڻي ۾ گهرائي سمجهايو ته نوڪري جاري رک. استعيفا واري ڳالهه تان سندس والد به رنج ٿيو هو، جنهن ڪري حيدر بخش اها استعيفا واپس ورتي.

نوڪريءَ واري زماني ۾ به سندس خيال غريب نوازيءَ وارا هئا. ۽ وڏن ماڻهن جي فائدي ۾ نه هوندو هو؛ ڇاڪاڻ جو سندس پڪو ويساهه هو ته غريب ماڻهو سان ئي ظلم، زيادتي ۽ بي انصافي ٿئي ٿي. وڏا ماڻهو معاشي، سماجي ۽ انتظامي لحاظ کان ان پوزيشن ۾ آهن ته اهي غريبن سان ڏاڍايون ۽ جاڙڪن.

حيدر بخش جتوئي، پنهنجي نوڪري دوران به مسڪين ماڻهن جي بيوسي، احساس ڪمتري ۽ قرلٽ کان آجي ٿيڻ

لاءِ جتن ڪرڻ ۽ انهن جي واهر ڪرڻ ۾ راتين جون راتيون وهائيون - ڪڏهن ته ڪيس پنهنجي نازڪ جوابدارين ۽ عهدي جو به خيال نه رهندو هو. جيتوڻيڪ ان وقت جي مختيارڪاري اڄ جي ڊپٽي ڪمشنري کان ٺاٺ باٺ ۾ گهڻي عزت واري ليکي ويندي هئي. پر هي مرد مجاهد انهن ڳڻتين کان آجو هوندو هو. حق ۽ انصاف جو پاسو کنيو بيٺو هوندو هو. ايئن ڪٽي چئجي ته سنڌ جو اڪثريتي عوام جيڪو غريب ۽ بي واهرو هو، تنهن سان معاشي، سماجي ۽ انتظامي طور سان ٿيندڙ بي سبب ڏاڍين هن حساس دل واري سڄڻ جو سک ڦٽائي ڇڏيو هو. هوڪري ته اهو به سگهيو ٿي ته روايتي ڪامورو بڻجي، انگريز سرڪار جي انتظامي مشنري جو ڪل پرزو بڻجي وڏيرن جو ساٿ ڏيئي، ٺاٺ باٺ، دٻدٻو ۽ رهائي رسائي سان زندگي گذاري ها. ٻئي پاسي اُين ڪاون وارو رستو جيڪو غريب نوازي، حق پرستي ۽ اصولي انسان واري هو، پر سنڌ جي هن سڄاڻ سپوت ڄاڻي ٻجهي ۽ شعوري طور ڏکيو رستو اختيار ڪيو.

هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي ته، هڪ غريب جو پاسو کڻڻ تي وقت جو گورو ڪليڪٽر مٿس ناراض ٿي پيو. هن مرد مجاهد کي ڪنهن به قسم جي ڳڻتي ڪانه هئي. ان تي

سندس ڪنهن دوست چيس تہ ”جڏهن مالڪ خود بس ڪئي تڏهن بہ ڪٽي پچر ڇڏيو. ڇو ٿا آفيسرن ۽ اميرن جي اکين جا ڪنڊا بڻجو.

وراڻيائين: ادل! اڳي پاڻ ڪڏهن هنن جي اکين جا سرما هئا سون، جو هاڻي ٿا ڪنڊا ٿيون - ٻي ڳالهہ تہ هن غريب ويچاري کي بس ڪرائي ويئي آهي - هن جي بيوسي جو گهڻو فائدو ورتو ويو آهي. آءٌ ايئن ڪڏهن بہ ڪرڻ نہ ڏيندس - پوءِ يلي ڇا بہ ٿئي!.

هڪ ڀيري سندس دوست جمع خان جعفري کيس صلاح ڏني تہ اصول پسندي تي ايڏي سختي سان قائم رهڻ سندس فائدي ۾ ناهي ۽ ڪجهہ وچٿرو ٿي هلي - پاڻ وراڻيائين واهہ يار واهہ، توکي منهنجي عزت ۽ عاقبت جو اونو آهي - باقي هيترين مارئيون جي هن ريت اميرن جي ڪوٽن ۽ ڪڙولن ۾ بي سبب ٻانديون ٿيون پيون لڇون لتائين يا لکن ۾ لڄ بچائڻ لاءِ ڦٿڪن ۽ لولاٽ ڪن. تن لاءِ تنهنجي غيرت کي جهڙو ئي نٿو اچي. ارمان آهي تنهنجي ان اهڙي احساس تي!. باقي ٻڌ آءٌ توکي ٻڌائي ٿو ڇڏيان تہ جي:

جبل مـاري جڪ، جـي آڏو عجيـبن جـي،
توڙي لکين لکَ، تہ بہ سڀ لنگهديس سڪ سان!

حيدر بخش جتوئي هيڊ منشي هجي يا مختيارڪار، يا

ڊپٽي ڪليڪٽر، ڪنهن وڏي ماڻهو کي اها جرئت ڪانہ ڏيندي هئي تہ جتوئي کي رشوت ڏئي يا ڪنهن نموني سان ڪو ڪوڙو ڪيس ڪرائي.



حيدر بخش جتوئي غريب نواز، حق پرست ۽ اصول پسند تہ اڳي ئي هو. مٿان وري ١٩٣٠ع واري ڏهاڪي ۾ ڪيس ترقي پسند لٽريچر مليو ۽ قادر بخش نظامائي، سوڀو گيانچندائي ۽ ٻين ترقي پسند ۽ روشن خيال اڳواڻن سان سندس باقاعدگي سان ڪچهريون ٿيون -تنهن ۾ هو رچي ريٽو ٿي ويو.

پنهنجي سياسي فڪر جي اوسر بابت پنهنجي تاريخي انٽرويو ۾ هو چوي ٿو: "مون تي ڪنهن جو ڪو ظلم نہ ٿيو، جنهنڪري مان اچي پناه ورتي يا پڳس..... منهنجو خاندان حيثيت ۾ غريب هو. پر اهو علائقي جو معزز گهراڻو هو. مون تي ڪنهن ظالم جو اثر ڪونہ ٿيو. ۽ نہ ڪو ڪنهن آفيسر مون کي تنگ ڪيو. مان نظرياتي طور تي ڏٺو تہ انقلاب ڪارل مارڪس، اينگلز، لينن ۽ اسٽالن وارو زندگي جو صحيح طريقو پيش ڪري ٿو..... اينگز سال جي مضمونن منهنجي فلسفي ناهڻ ۾ وڏي مدد ڪئي..... ڊارون مون تي وڏو اثرو ڪيو."

۱۹۴۱ع ۾ جڏهن سوويت يونين تي هٽلر حملو ڪيو ته سندس خيالن ۾ هڪ دفعو ٻيهر وڏو انقلاب آيو. هو هڪ دفعو وري نوڪريءَ مان بيزار ٿي پيو.

۴۵-۱۹۴۴ع ۾ جڏهن مهاڀاري لڙائي ختم ٿي ۽ گڏيل قومن وارو ادارو ٺهيو ته حيدربخش جتوئي ان نتيجي تي پهتو ته هاڻي انگريزن جي نوڪري ڪرڻ شرم جوڳي ڳالهه آهي - ۽ هاڻي وقت اچي ويو آهي ته غريب ماڻهن ۽ عوام جي خدمت لاءِ مڪمل طور تي ميدان ۾ اچجي - هن سينئر ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان استعيفا ڏني ۽ هاري ڪميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. ڪيس يڪدم جنرل سيڪريٽري بنايو ويو. ۱۹۴۷ع ۾ رتيديري واري "هاري ڪانفرنس" ۾ ڪيس صدر چونڊيو ويو. ۽ هو مرڻ گهڙيءَ تائين هارين جو غير متنازعه اڳواڻ رهيو.

۱۹۴۴ع ۾ جڏهن هن مرد مجاهد سرڪاري نوڪري ڊپٽي ڪليڪٽري تان استعيفا ڏيئي ڪُل وقتي طور عوام جي خدمت ڪرڻ لاءِ پاڻ ارپڻ جو اعلان ڪيو ته سندس ڪيترن ئي دوستن سندس ان قدم جي مخالفت ڪئي ۽ چيائونس ته هي توهان ڇا ڪيو. جڏهن ڪليڪٽر ٿيڻ وارا هئا ۽ ان عهدي تي رهندي به وطن جي ٻچن جي خدمت ڪري سگهيا ٿي. تڏهن اهو دروازو ڇو بند ڪيو. مطلب

ته پيو ٻه الائجي ڇا ڇا چيائون. حيدر بخش جتوئي کين چيو ته: ” اهي ٻاراٽيون ڳالهيون آهن ـ آءٌ پنهنجي ضمير، عقل ۽ علم پويان هلندس. مون کي اُداري مت نه گهرجي. مون کان سنڌ جي وڏي وزير هڪ اهڙو ڪڏو ڪم ٽي ڪرايو، جو منهنجي ضمير ۽ منهنجي طبيعت جي خلاف هو. تنهنڪري مون انڪار ڪيو. ان تي هُن مون تي پنهنجي رُعب ڄمائڻ لاءِ چيو: انهن افعالن سان ڪليڪٽر ٽيندين؟ تنهن تي مون کيس وراڻيو ته: هي ضمير جو سوال آهي ـ منهنجو ضمير گوارا نٿو ڪري ـ تنهن تي وڏي وزير هڪدم چيس ته واهه ! ڪامورو ۽ ضمير ـــــ اهو ته ڪوڙو ئي نٿو لڳي ـ مون پنهنجي اصول تي ايڏي وڏي چوٽ کڏهن ڪونه ٻڌي ـ تنهن ڪري اُتي جو اتي استعيفا اڇلي ڪٽي اڳيان سٽي مانس.“



سنڌ هاري ڪميٽي، ١٩٢٨ کان ١٩٣٠ع تائين شروعاتي طور جڏهن منظم ڪئي ويئي ته ان جو مقصد سنڌ جي هاري يعني عام ماڻهوءَ ۾ جاڳرتا آڻڻ ۽ کين پنهنجي حقن کان آگاهه ڪري ان لاءِ جدوجهد ڪرڻ هو. شروع واري دور ۾ ان ڪم کي ڪامريڊ عبدالقادر، قادر بخش نظامائي، ڄيٺ مل پرسرام، جمشيد مهتا ڪنيو. سهڪار ڪندڙن ۾

جي ايم سيد ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي اڳرا هئا. جمشيد نسروانجي ان جو پهريون صدر ٿيو. ١٩٣٢ع ۾ جڏهن سکر بيراج کليو تہ هاري ڪميٽي هارين کي زمين جون هارپ گرانٽون ڏيارڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو. سکر بيراج تي آباد ٿيندڙ زمين مان اٽڪل ڏيڍ لک ايڪڙ هارين لاءِ رکرائي ويئي.

حيدر بخش جتوئي جي سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ اچڻ ۽ ان جو مهندار ٿيڻ بعد اهم ذميواري اها هئي تہ هاري ڪميٽي جي تنظيم ڪاري سائنسي بنيادن تي ڪجي. ان مقصد لاءِ ١٩٥٠ع ۾ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو آئين جوڙيو ويو، جيڪو باقاعده تنظيم سازيءَ جو پهريون مرحلو هو. ان بعد سڄي سنڌ ۾ تنظيم سازي ڪري ان کي فعال ۽ سرگرم بنايو ويو. هاڻي هاري ڪميٽي ۽ ان جي سربراهہ حيدر بخش جتوئي تي اها ذميواري هئي تہ هارين جي بچاءُ لاءِ ڪو قانون ٺهرايو وڃي؛ ڇاڪاڻ جو تن ڏينهن ۾ هارين جي بيدخلي يا بيجا بٽئي ۽ ٻين معاملن ۾ هنن جو ڪوبہ بچاءُ يا قانون نہ هو. اهو هڪ مشڪل پر نهايت اهم مرحلو هو.

باباءِ سنڌ، هارين جي حقن کي مقرر ڪرڻ ۽ انهن جي بچاءُ واسطي قانون ٺهرائڻ لاءِ تحريڪ شروع ڪئي. قانون جو مسودو (سنڌ ٽيننسي ايڪٽ تيار ڪري) سنڌ سرڪار

جي حوالي ڪيو. مگر سنڌ حڪومت ۽ اسيمبلي انهيءَ پيش ڪيل ايڪٽ کي نظر انداز ڪري ڇڏيو. حيدر بخش جتوئي ان قانون جي حق ۾ سنڌ ۾ تحريڪ منظم ڪرڻ شروع ڪئي.

اپريل ١٩٥٠ع ۾ سنڌ اسيمبلي جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ ٿيو. حيدر بخش جتوئي سنڌ جي هارين ۽ هاري ورڪرن کي سڏ ڏنو تہ اهي ٣ اپريل (١٩٥٠ع ) تي هڪدم ڪراچي پهچن. ان سڏ جي موٽ ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارن جي تعداد ۾ هاري ۽ ڪارڪن ڪراچي پهچي ويا. هارين سنڌ اسيمبلي بلڊنگ جو گهيراءُ ڪيو. هارين اهو گهيرو ايترو تہ مضبوط ڪيو، جو ڪنهن بہ وزير خواه ميمبر جو نڪرڻ مشڪل ٿي پيو. هاري متحد، منظم ۽ پرامن هئا- ڪوبہ اڻ وڻندڙ واقعو هارين پيش اچڻ نہ ڏنو. هاري حقدار جي نعرن اسيمبلي جي ڪاروائي هلائڻ ناممڪن بڻائي ڇڏي. حڪومت طرفان فوج ۽ پوليس بہ گهرائي ويئي، پر هاري اڳواڻن ۽ هارين تي ان جو ڪوبہ اثر نہ ٿيو. هو پير ڪوڙي ويٺا رهيا. آخر حڪومت ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ ٻين اڳواڻن سان ڳالهيون ڪيون ۽ سنڌ ٽيننسي ايڪٽ پاس ڪيو. هي پهريون قانون هو، جنهن ۾ زميندار جون ذميواريون ۽ هاريءَ جا حق باقاعده

قانون جي شڪل ۾ چٽا ڪيا ويا. اڌ و اڌ ونڊ جي حق تسليم ڪيو ويو.

ان کان علاوه ڪامريڊ حيدربخش جتوئي سنڌ جي هارين ۾ سياسي سجاڳي آڻڻ، کين پنهنجي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ، منظم ڪرڻ ۽ کين پنهنجي ڀڏي ۽ تنظيم جي سگهه جو احساس ڏيارڻ لاءِ سنڌ جي ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ جلسا ڪيا. هاري ڪميٽي جون آفيسون کوليون. تن ڏينهن ۾ صورتحال اها هئي جو شايد ئي ڪو ڳوٺ هجي جتي ڪو هاري ڪارڪن نه هجي، جيڪو ماڻهن ۾ سياسي جاڳرتا لاءِ ڪم ڪندو هجي. ننڍن مڪاني مسئلن جي جدوجهد کان وٺي وڏي تحريڪ تائين ڪامريڊ جتوئيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ هاري ڪميٽي سنڌ جي عام ماڻهو يعني هاري کي متحرڪ ۽ سرگرم ڪيو.



جڏهن، حڪمران ٽولي سنڌ ۽ ٻين ننڍن صوبن جي علائقائي خود مختياري کي ختم ڪرڻ ۽ اوير پاڪستان جي عوام جا جمهوري حق کسڻ لاءِ اولهه پاڪستان ۾ ون يونٽ ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو ته حيدربخش جتوئي، هڪ سچار ۽ بيباڪ اڳواڻ وانگر اڳيان آيو ۽ ملڪ جي عوام کي ان گهري سازش کان ان وقت ئي آگاهه ڪيو، جڏهن ان جون

ايحان تياريون ٿي رهيون هيون. ڪامريڊ جتوئي ون يونٽ جي مخالفت ۾ تحريڪ هلائي ۽ جلسا جلوس ڪري ماڻهن کي سازش کان آگاهه ڪندي، انهن کي متحرڪ ڪيو هن اُن کي بيٺڪي حڪومت جو نمونو سڏيو. ١١ نومبر ١٩٥٤ع تي حيدرآباد ۾ سندس صدارت ۾ هاري ڪميٽي طرفان ٿيل اجلاس ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته اهو قدم سنڌ جي وسيلن تي قبضي جي ڪوشش آهي ۽ هي عمل بالڪل ناجائز ۽ نا مناسب آهي، جنهن ذريعي پنجاب جي عوام ۽ سنڌ جي عوام ۾ نفرت ۽ عام طرح پاڪستان ۾ اندرون - خانه جنگي جو باعث ٿيندو. وقت ثابت ڪيو ته حيدربخش جتوئي جو موقف درست هو. ون يونٽ سان نفرتون، مونجهارا ۽ مسئلا وڌيا. جن جو ازالو اڃتي هلي ون يونٽ ٽوڙڻ کان پوءِ به نه ٿي سگهيو آهي.

حيدر بخش جتوئي، ون يونٽ خلاف سنڌ جو ڪيس ٻن ڪتابڙن ”سنڌ سان نا انصافي“ (ٻه ڀاڱا) ۽ ”اڇو ته پاڪستان بچايون“ ۾ ڏاڍي وزنائتي نموني پيش ڪيو آهي. اهي ٻئي ڪتابڙا ايڏا ته مدلل هئا، جو حڪومت ڪامريڊ تي ڪيس داخل ڪيا. ان ڪيس ۾ به حيدر بخش جتوئي جيڪو بيان تيار ڪيو سو هڪ تاريخي دستاويز آهي - ٢٠٠ صفحن تي مشتمل هن دستاويز ۾ ون

يونٽ جي تاريخ آهي. اسيمبلي ۾ ميمبرن ڇا ڇيو اهو سڀ ڪجهه پڻ ان ۾ پيش ڪيل آهي.

ڪامريڊ جتوئي، رڳو سنڌ يا ان جي ماڻهن سان ٿيندڙ زيادتين تي ئي آواز نه اٿاريو، پر ملڪ ۾ جيڪي ڪجهه وهيو واپريو پئي، ان تي پڻ سندس گهري نظر هئي. ١٩٥٥ع ڌاري جڏهن پاڪستان سخت سياسي گهوٽالي جو شڪار هو. جمهوريت ۽ عوام جي حقن لاءِ اٿندڙ هر آواز کي هميشه هميشه ڪچلڻ لاءِ سانباها ٿي رهيا. تڏهن باباءِ سنڌ به جامع مقالا "پاڪستان ۾ جمهوريت يا آمريت" جي عنوان سان لکيا، جيڪي بئي اگسٽ ١٩٥٥ع ۾ ئي ڪتابڙن جي شڪل ۾ ڇپائي سمورين سياسي ڌرين، سياستدانن، حڪمرانن ۽ عام ماڻهن تائين پهچايا ويا. انهن مقالن جي پهرين ڀاڱي ۾ عوام کي پيش ايندڙ مشڪلاتن ۽ جمهوريت جي واٽ روڪيندڙ قوتن ۽ انهن جي حرڪتن ۽ نتيجن جو ڀرپور جائزو ورتو ويو آهي. هن مضمون ۾ جمهوريت ۽ آمريت جا سڀ پهلو ظاهر ڪري ڏيکاريل آهن - ۽ اهو ثابت ڪيو ويوآهي ته جمهوريت ۾ ئي ملڪ جي ترقي، خوشحالي ۽ بقا آهي.

هن مقالي جي ٻئي ڀاڱي ۾ ون يونٽ بل جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي: ۽ گورنر جنرل غلام محمد طرفان

۲۴ آڪٽومبر ۱۹۵۴ تي آئين ساز اسميبلي ٽوڙڻ واري قدم جو جائزو وٺندي حڪمرانن تي زور ڀريو ويو آهي تہ انصاف ۽ جمهوريت خاطر، ون يونٽ جهڙي غلط منصوبي تي عمل نہ ڪيو وڃي. جڏهن تہ هن ساڳي سيريز جي ٽئين حصي ۾ ڪامريڊ جتوئي سنڌ ۽ پنجاب جي ڪن اڳواڻن طرفان ون يونٽ جي حمايت ۾ ڏنل فضول دليلن ڪي رد ڪندي، انهن دليلن جي بنيادن ۽ پس منظر کي چٽو ڪيو آهي.

عوام جي چونڊيل اسيمبلي کي ٽوڙڻ ۽ عوامي راءِ کي گڏڻ واري قدم کي ١٩٥٦ ۾ جڏهن سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس محمد منير جائز قرار ڏيندي قانوني سڏيو تہ حيدر بخش جتوئي انهي آمرانہ قدم کي جائز قرار ڏيڻ جي نقصانن کي اڳواٽ تاڙي ورتو، جيڪي پوءِ اڳتي هلي وري سياسي هاڃن جي شڪل ۾ سامهون آيل شايد ئي ڪو اهڙو سياسي دانشور هجي، جنهن بعد ۾ هن فيصلي جي مضمرات ۽ ان جي دور رس اثرن کي ايترو اڳواٽ سمجهيو هجي. حيدر بخش جتوئي هڪ دورانديش ڏاهي وانگر ڪورٽ جي ان فيصلي جي کليل مخالفت ڪئي ۽ ٢٥- ڊسمبر ١٩٥٦ تي هڪ ڪتابڙو "ڊيموڪريسي اينڊ ان جسٽس آف دي چيف جسٽس" لکيو.

ٽيو ائين هو تہ گورنر جنرل غلام محمد، سمورا ليڪا لتاڙي جمهوري ۽ عوامي حقن جا سمورا رستا بند ڪري آمريت لاءِ راهہ هموار ڪري رهيو هو. آئين ساز اسيبلي کي ٽوڙيو ويو. صوبائي ۽ مرڪزي حڪومتون غير آئيني طور ڊا هيون ويون. ان غير آئيني ۽ غير قانوني قدم خلاف قومي اسيمبلي جي اسپيڪر مولوي تميزالدين سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ داخل ڪئي. سنڌ هاءِ ڪورٽ، گورنر جنرل جو حڪم رد ڪري ان حڪم کي غير آئيني ۽ غير قانوني قرار ڏنو. پاڪستان سرڪار، سنڌ هاءِ ڪورٽ جي ان فيصلي خلاف سپريم ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي. جنهن سنڌ هاءِ ڪورٽ جو فيصلو رد ڪندي گورنر جنرل جو آمريت وارو فيصلو بحال رکيو. ۽ حڪومتون ڊاهڻ ۽ اسيبملي ٽوڙڻ کي جائز قرار ڏنو. باباءِ سنڌ، پنهنجي هن مقالي ۾ لکيو تہ جيڪڏهن جمهوريت کي پاڪستان ۾ قائم رکڻو آهي تہ جمهوريت ۽ عوام دشمن قوتن کي ضرور بي نقاب ڪرڻو پوندو. ملڪ جي وڏي ۾ وڏي عدالت جي وڏي ۾ وڏي جج جيڪو فيصلو ڏنو آهي سو ملڪ، قوم ۽ جمهوريت جي خلاف ۽ انصاف جي تقاضائن جي ابتڙ آهي. پاڪستان جمهوريت سان ٺي هلي سگهي ٿو. پاڻ اهو بہ لکيو تہ ملڪ جي وڏي ۾ وڏي جج قوم سان

بي انصافي ڪئي آهي. ان ڪري مان هي ڪيس عوام جي عدالت آڏو رکان ٿو، جيڪا آخرين وڏي ۾ وڏي ۽ طاقتور اپيل ڪورٽ آهي.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي نظر رڳو سياسي مسئلن تائين محدود نہ هئي، پر هن جي نظرملڪ ۾ موجود هر اڻ برابري، نا انصافي ۽ زيادتي تي هئي، ۽ ان خلاف ڀرپور آواز اٿاريندو هو. ڀلي اها ڪٿي معاشي هجي يا انتظامي يا ٻي ڪا.

١٩٥٠ع واري ڏهاڪي ۾ سنڌ جي ضلعن ۾ ڍلن جي غير منصفانہ بستگي هئي. سنڌ ۾ ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ ٻڻيون ڍلون ورتيون وينديون هيون. حيدر بخش جتوئي "سنڌ ۾ بي انصافي وارا ڍلن جا اگهہ" جي نالي سان ڪتابڙو لکيو، جنهن ۾ هن ٻڌايو تہ اها اڻ برابري آهي. ان سان سنڌ جي زرعي معيشت کي ڌڪ رسي رهيو آهي. ۽ مختلف علائقن جي ماڻهن سان ٻٽو ورتاءُ يڪ جهتي ۽ اتحاد کي ڌڪ رسائيندو. هن ڪتابڙي ۾ باباءِ سنڌ، سنڌ ۽ پنجاب کي ملندڙ پاڻي زمين پيداواري صلاحيت جي انگن اکرن سان ڀيٽ ڪئي آهي.

زمين ۽ ڍلن جي سلسلي ۾ سندس ٻي ٻيون لکڻيون ڏاڍو مشهور آهن. پهرين لکڻي هئي: "ان جسٽس لينڊ ٽيڪسيشن ان سنڌ ڊسٽرڪٽس". هن ڪتابڙي ۾

جيڪو ايوب خان جي مارشل لا واري دور ۾ سنڌ جي زميندارن ۽ آبادگارن سان ٿيندڙ زيادتين خلاف لکيو ويو. هن ڪتابڙي لکڻ جي ڪري حيدر بخش جتوئي کي مارشل لا جي مختلف قانونن هيٺ گرفتار ڪري اسپيشل ملٽري ڪورٽ ڪوئيٽا ۾ ڪيس هلائي سخت پورهئي سان سزا ڏني ويئي.

انهي ڪيس ۾ هن مرد قلندر جيڪو بيان ڪورٽ لاءِ تيار ڪيو هو. اهو جڏهن بلوچستان جي هڪ سياسي اڳواڻ قاضي عيسيٰ ڏٺو ته هو ڏڪي ويو ۽ چيائين ته هي بيان توهان کي وڏيڪ ڦاسائيندو، پر هي دلير نه مڙيو. حيدر بخش جتوئي هن ڪيس ۾ هي موقف اختيار ڪيو ته مون ڪتابڙي ۾ جيڪو لکيو آهي سو سچ آهي. ان ۾ ڏنل انگ اکرمون بورڊ آف روينيو، سرڪاري رڪارڊ ۽ گزيٽن تان ورتا آهن. ان ڪري مون ڪو ڏوهه نه ڪيو آهي. مون جيڪڏهن رڪارڊ يا حقيقتن کان هٽيل ڳالهه ڇٽي هجي ته پل مون کي سزا ڏيو.

ڊل واري سرشتي بابت سندس ٻي لکتي هئي "هائر لينڊ ٽيڪسيشن ان سدرن زون سنڌ". هن ڪتابڙي ۾ سنڌ جي سمورن ٽيڪسن جو جائزو ورتو ويو آهي ۽ سرڪاري انگن اکرن سان ثابت ڪيو ويو آهي ته سنڌ اندر وصول

ٽينڊر ٽيڪس ٻين هنڌن کان ٻيٽا آهن. ڪتابڙي جي پهرين حصي ۾ ۱۹۵۴ کان ۱۹٦٦ع تائين سنڌ اندر ڏيل، آبياني ۽ ٻين وصول ٽينڊر ٽيڪسن جا تفصيل ڏنل آهن ۽ ۱۹۵۸ع ۾ مارشل لا حڪومت ۽ ون يونٽ حڪومت طرفان سنڌ ۾ وري وڌايل ٽيڪسن جو پڻ جائزو ورتل آهي.

زمين جي ورهاست جي حوالي سان ڪامريڊ جتوئي جون ٻہ لکٽيون "گڊو بيراج جي سرڪاري زمين جو نيڪال" ۽ "سنڌ جي زمين جو مالڪ ڪير" جي نالي سان ڇپيل آهن. جن ۾ سنڌ جي هارين جي حالت جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ۽ چيو ويو آهي تہ ملڪ ۾ اڪثريت هارين جي آهي، زمين جو اصل مالڪ هاري آهي پر هن کي نظر انداز ڪيو ويو آهي.

۱۹۵۸ع ۾ ملڪ ۾ جڏهن ايوب خان جي آمرانہ حڪومت سيني سياسي جماعتن تي بندش وڌي، تڏهن سنڌ هاري ڪميٽي تي پڻ بندش وڌي ويئي باباءِ سنڌ سميت ڪيترن ئي هاري اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي جيلن ۾ بند ڪيو ويو. هاري ڪميٽي جون آفيسون سيل مهر ڪيون ويون. جڏهن سياسي جماعتن تان پابندي لٿي تہ حيدر بخش جتوئي ۱۲ نومبر ۱۹٦۷ع تي سنڌ جي هارين، دانشورن ۽ سياسي ڪارڪنن کي حيدرآباد ۾ گڏ ٿيڻ جو سڏ ڏنو. ان ڏينهن تي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان

هزارين هاري، شاگرد، ۽ سياسي ڪارڪن اچي حيدرآباد ۾ گڏ ٿي. ان موقعي تي سنڌ هاري ڪميٽي پاران تاريخي پڌرنامي جو اعلان ڪيو ويو، جنهن ۾ بنيادي انساني حقن، جمهوريت، معاشي ۽ سماجي برابري ۽ انصاف پريو نظام قائم ڪرڻ لاءِ زور پريندي مختلف عوام دشمن ڪارا قانون ختم ڪري هارين، پورهيتن، شاگردن ۽ آبادگارن کي حق ڏيڻ لاءِ چيو ويو هو.

وري ۹ مارچ ۱۹۶۹ع تي حيدرآباد ۾ ون يونٽ خلاف سنڌ جي قومي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن جو ڪنوينشن ڪوٺايو ويو، جنهن ۾ شاگرد، هاري، پورهيت ۽ قومي ڪارڪنن، سياسي اڳواڻن ۽ دانشورن کان علاوه قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جي ميمبرن پڻ شرڪت ڪئي. ڪنوينشن ۾ موجود قومي اسيمبلي جي ميمبرن صحيحون ڪري هڪ ٺهراءُ جي شڪل ۾ ون يونٽ ٽوڙڻ جو مسودو ٺاهيو. باباءِ سنڌ اهو صحيحون ٿيل بل قومي اسيمبلي جي سيڪريٽري کي ڏياري موڪليو ۽ ڪيس لکي موڪليو ته قومي اسيمبلي جي ايندڙ اجلاس ۾ اهو بل ايجنڊا تي رکيو ويجي، مگر جلد ئي يحيٰ خلاف ون يونٽ جي خاتمي جو اعلان ڪيو.

لڳاتار جيل جي تڪليفن ۽ مصيبتن جي ڪري سنڌن

صحت روز بروز ڪرندي ويئي، پر آخري ڏينهن ۾ صحت جي خراب هئڻ جي باوجود عوامي حقن لاءِ وڙهندو رهيو. نيٺ ٢١ مئي ١٩٦٩ جو منحوس ڏينهن بہ اچي ويو، جڏهن سنڌ جي هارين، پورهيتن، آبادگار ۽ ٻي لکين عوام جي حقن لاءِ بيباڪي سان ويڙهاند ڪندڙ بهادر اڳواڻ هميشہ هميشہ لاءِ جدا ٿي ويو.

سندس غريب نوازي ۽ هارين ۽ پورهيتن جي حقن لاءِ بي لوث خدمت لڳاتار جدوجهد ۽ قربانين جي ڪري کيس ڪامريڊ ڪوٺيو ويندو هو. جڏهن تہ سنڌ جي عوام جي مجموعي حقن، ون يونٽ خلاف ڀرپور طريقي سان جدوجهد ڪرڻ، سنڌ جي عوام ۾ جاڳرتا پيدا ڪرڻ ۽ هر محاذ تي سنڌ جو ڪيس وڙهڻ جي عيوض کيس عوام جي طرفان "باباءِ سنڌ" جي لقب ڏنو ويو.

ڪامريڊ جتوئي سادو لباس پائيندو هو. سندس گفتگو ۾ قرب، محبت ۽ همدردي جو جذبو نمايان هوندو هو. وٽس هر وقت شاگرد، هاري ۽ قومي ڪارڪنن جو ميلو لڳل هوندو هو.



شاعري، جذبن جي شدت، تخيل جي اڏام ۽ ضمير جو آواز هوندي آهي. حيدر بخش جتوئي وٽ انهن ڳالهين سان گڏ و

گڏ سچائي، حق ۽ انصاف سان محبت ۽ ارادي جي مضبوطي
پڻ هئي. جنهن ڳالهه سندس شاعري کي هڪ طرف انقلابي
بڻايو تہ وري ٻئي طرف فلسفي سان تمتار بڻايو.

سندس شاعري جو پهريون مجموعو "تحفہ سنڌ" هو.
انهي مجموعي تي ڪن اڌ پڙهيل مُلن فتوائون ڪيون.
تن ڏينهن ۾ حيدر بخش جتوئي نوڪري ڪندو هو. ڪي
وڏيرا سياستدان سندرو ٻڌي انگريز ڪمشنر ۽ بمبئي ۾
گورنر وٽ پهتا، ڇي! حيدر بخش جتوئي کي نوڪري مان
ڪڍي گرفتار ڪري مٿس ڪيس هلايو. سرڪار
سندس ڪتاب ڪن پڙهيل لکيل ماڻهن کي ڏنو جن ٻڌايو
تہ ڪتاب ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونہ آهي. سندس شاعري
جي مشهور ڪتابن ۾ شڪوه، آزاديءَ قوم، حيوان
انسان، پيام امن آهن. حيدر بخش جتوئي جو شڪوه
انسان جو فرياد آهي، جيڪو پنهنجي دور جو ڪلاسڪ
آهي. Puva جتي ڪامريڊ جا مضمون هڪ ٺوس
دستاويز هوندا هئا، جنهن جي رد ۾ حڪومتي ڪارندي
وٽ ڪا واٽ نہ هوندي هئي. اتي هنجا شعر عام ماڻهن ۾
سماجي سجاڳي سان گڏ عملي جدوجهد لاءِ اتساهہ پيدا
ڪندا هئا.

# سنڌ جا سپوت

١. شاهه عبداللطيف ڀٽائي
٢. سچل سرمست
٣. شاهه عنايت شهيد
۴. مرزا قليچ بيگ
۵. جنرل هوش محمد شيدي
٦. دولهه دريا خان
٧. مخدوم بلاول
٨. حيدر بخش جتوئي
٩. مولانا عبيدالله سنڌي
١٠. دين محمد وفائي
١١. علامه آءِ- آءِ- قاضي
١٢. قائد اعظم محمد علي جناح
١٣. علامه عمر بن محمد دائود پوٽو
١۴. پير حسام الدين شاهه راشدي
١۵. ذوالفقار علي ڀٽو